انهن محسوس ڪيو ڄڻڪ لتيڪا ممتا سان ڀريل
چپن سان پنهنجي پياري ٻچي کي چمي رهي آهي.
ٻاهر طوفان لڳي رهيو آهي.
اندر مڌو باجو وڄائي رهيو آهي.



ع هاڻ

ڪرشن چندر جي بهترن ڪهاڻين

جي مجموعي

"مان انتظار ڪندس!"

جو انتظار ڪريو!

چاچيءَ روئندي چيو "ڪٿي آهين مهاڪوي ٽئگور؟ تو اها ڇنڊ واري ڪويتا لکي آهي جنهن ۾ ٻار ڪم ٿو ٿي وڃي ۽ هن جي ماءُ پنهنجي جان جگر موٽڻي جي گل کي ڳولهي ٿي. اڄ ڪلڪتي ۾ ماڻ موٽڻي جا گل ٻڌي وڃون آهن. ۽ ننڍڙا ننڍڙا ٻار بي گود ٻڌي ڇوڙن جيان اکيون ڦاڙيو ڪلڪتي جي گهٽين ۽ رستن تي ڪين ڳولهي رهيا آهن. ٽئون ڪٿي آهين گرديو ٽئگور؟"

منو آهستي آهستي چاچيءَ جي پرسان آيو ۽ پڇڻ لڳو "تون روئين ڇو ٿي چاچي؟ مونکي خبر آهي ته مني ڪيڏانهن وئي آهي"

"ڪيڏانهن منا؟"

هوءَ زمين جي هيٺان (زير زمين) هلي وئي آهي جيئن منهنجو پيءُ به زمين جي هيٺ وڃي ديش لاءِ ڪم پيو ڪري ۽ وري هڪ ڏينهن مان به وڏو ٿي ديش لاءِ لڪي ڪم ڪندس ۽ ظلم خلاف لڙندس.

"روءُ نه چاچي" نيلما پنهنجون اکيون اگهندي چيو ۽ مني جي همٿ ۾ لنيڪا وارو خريد ڪيل باجو ڏنو.

باجي کي ڏسي منو ائين محسوس ڪرڻ لڳو ڄڻڪ هو پنهنجي ماءُ جي مسڪرائيندڙ چهري کي ڏسي رهيو هو ۽ جڏهن مني باجي کي چپن تي رکيو ته نيلما

مٺو اڃا تائين سمجهيو ڪونه هو. هو ۽ اڄ بيقرار هو. هن کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه ٿي آيو. آخر اهو هئو ٿي ڇا جو هن کي هيئن بي چئن ڪري رهيو هو.

گهٽين ۽ بازارن ۾ نعرا گونجي رهيا هئا... زوردار چيخون...

تيز تيز قدمن سان ڊوڙڻ جا آواز...... ۽ وري ڪڏهن اصل سناٽو!

۽ هڪ اهڙي سناٽي وقت ۾ نيلما، لتيڪا جي گهر ۾ آئي. چاچيءَ ڏاڪڻ جي بتي ٻاري. نيلما جي ڇهري کي ڏسڻ شرط ئي چاچيءَ سڀ ڪجهه پائي ورتو. چاچيءَ زندگي ۾ اهڙن گهڻن ڇهرن ۽ مرجهايل اکين مان وهندڙ آنسن سان گذاريو آ. نيلما چاچيءَ کي ٻاسهرو ونئي ڪجهه چوڻ شروع ئي ڪيو ته، چاچيءَ چيو "مون تنهنجي ڇهري مان سڀ ڪجهه سمجهيو آ. هاڻ باقي ٻڌاءِ ته "هن وقت هوءَ ڪٿي آهي؟""

نيلما گهٽيل آواز ۾ چيو "هتان ڪان اٺ ميل ڪن پري برهمپترا جي پراڻي گهاٽ وٽ!""

چاچيءَ جو مٺو ڦرڻ لڳو. هوءَ يڪدم ڏاڪڻ جي مٿين ڏاڪي تي ويهي رهي.

اچانڪ مني پڇيو "ممي ڪٿي آهي؟"

نيلما چيس "ممي هاڻ ڪانه ايندي"

مني پڇيو "ڀلا هوءَ ڇو نه ايندي؟"

"هوءَ بلڪل ئي دور هلي وئي آهي مني!" نيلما مشڪل سان آواز ڪڍيو.

ڪندا رهيا. نيلما جو معصوم چهرو غصي ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هن جي هٿن جون مٺيون ڊپ سان ڀڪوڙجي ويون ۽ هن ٻي ڏڙڪ پنهنجي ساريءَ کي پنهنجي هٿن سان ڦيرا پائيندي لاهي ڇڏيو ۽ ان ساريءَ سان هن انهن ٻنهي لاشن کي ڍڪي ڇڏيو.

هاڻ هوءَ سڀن جي سامهون اگهاڙي بيٺي رهي. مگر ڪنهن کي به همت نه هئي جو هن سان اکيون ملائي سگهي. هوءَ ان وقت هڪ خوفناڪ ارادي رکندڙ عورت هئي. مارڳ جا سڀ نوڪر پوءِ هڪ هڪ ڪري گم ٿيندا ويا. پوليس جا سپاهي پڻ شرمندا ٿي اتان هلي ويا. هاڻ اتي ڪو به نه هو صرف نيلما شهيدن جي لاشن مٿان پهرو ڏيئي رهي هئي. ايتري ۾ ڪي ماڻهو سفيد چادرون کڻي آيا.

رات ڪافي گذري چڪي هئي مگر اڃ ڪلڪتو ننڊ جي خمار ۾ ڪونه هو. ماڻهو غصي ۽ رنج ۾ ڪلڪتي جي بازارين ۽ گهٽين ۾ اچا به گهمي رهيا هئا. اڄ نيلما خوب چڱيءَ طرح چڪاسي رهي هئي. ڪلڪتو بيدار هو... ماڻهو ٻيهڻ ٿي مٺيون ڀڪوڙيندي عوام جي دشمن جي ڳولها ۾ هئا. چوطرف انقلابي گيت ٻڌجي رهيا هئا.

* * * * *

چاچي ڪيتري عرصي کانوٺي ٻالڪنيءَ ۾ بيٺي برهمپترا جي مٿي چڙهندڙ پاڻيءَ کي ڏسي رهي هئي.

لاشن جي سڃاڻپ ڪئي وڃي ٿي ) ۾ اگهاڙا پيا هئا. هنن جي جسم تي ڪو به ڪپڙو اوڍيل ڪونه هو. اتي جا نوڪر انهن لاشن تي مذاق جي روپ ۾ ٺٺوليون ڪري رهيا هئا. انهن لاشن کي هو پڌمڃي غليظ حملن جو نشان بڻائي رهيا هئا.

نيلما مٿي نهاريو- آسمان اگهاڙو هو- ڌرتي اگهاڙي هئي- لهندڙ سورج جا ڪرڻا اگهاڙا هئا ۽ ان ڪڏ ۾ سيتا ۽ ساوتري ء جا جسم به اگهاڙا هئا- ديش جي تقدير بدلجندي- عوام ۾ امن لاءِ بغاوت ايندي- انجو ثبوت اڄ ڪلڪتي جو مارگ (Morgue) ڏيندو- ان جي شاهدي اڄ ڪلڪتي جي جيل جون ڪوٺڙيون ڏينديون- عوام جو آواز زور پڪڙيندو- صحي رهنمائي هيٺ رعيت جو راڄ قائم ٿيندو.

انهن لاشن ڏانهن نيلما گهوري نهاريو-

اگهاڙا لاش جهڙا اگهاڙا الا- ٽڙهندڙ بجلي- ڪافي دير تائين اهي لاش اتي ئي پيا رهيا. ڪافي دير تائين مارگ جا نوڪر انهن لاشن تي مذاق ڪندا رهيا.

ڪافي دير تائين نيلما، نيلما هڪ عورت ۽ نيلما- اسپتال جي هڪ نرس مارگ ۾ پينل سپاهين کي انهن لاشن کي پڪڙڻ لاءِ عرض ڪندي رهي- نيزاري ڪندي رهي- مگر اهڙي هوندي به هو مارگ جا سپاهي اڃا تاءِ مذاق ۾ انهن نيزارن کي بي نظرانداز ڪيو اڃا تاءِ سمجهيو ڪانه هو. هو به اڄ بيقرار هو. هنکي

مائي ٿلهيءَ ۾ راشن کڻي وڃي رهي هئي ... هڪ آدمي ڪوئلن جي ٿوڻ کڻي رهيو هو ... هڪ عورت پنهنجي ٻار کي گود ۾ کڻي بالڪنيءَ ۾ بيٺي هيٺ نهاري رهي هئي ۽ ننڍڙو ٻار مشڪي رهيو هو. مٿي آسمان گهرو نيرو ٿي ويو هو. لتيڪا پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون - جيئن هن جي مرڻ واري جسم ۽ روح کي فرحت اچي وڃي - موت ڪجهه نه ڪونهي - زندگي ئي سڀ ڪجهه آهي - موت ڪجهه نه ڪونهي - ننڍڙي ٻار جي مسڪراهٽ ئي سڀ ڪجهه آهي - لتيڪا جڏهن ان ننڍڙي ٻار کي سندس ماءُ کان دور دور ٿان ورتو ۽ هن کي چمي وري واپس ڪيو.

”زندگيءَ کان موت ۽ وري موت کان زندگيءَ جي طرف.“

لتيڪا زندگيءَ جي آخرين دم وقت نه صبح جو سوير و نڪرندڙ ٻهرين ڪرڻ جيان مسڪرايو.

١- لتيڪا سين
٢- اميتا گهوش
٣- پرتيما گنگولي
٤- گيتا سرڪار
٥- مدورما
٦- هڪ نالي سواءِ ڇوڪرو

هي ڇهه لاش مارگ (اسپتال جو اهو ڪمرو جتي

نعرا هڻي رهيا هئا. هاڻ ڪنهن کي به گولين جو خوف نه هو ۽ نه وري قلم ١٤٤ جو. عورتن شهيدن جو خون پنهنجي مٿي تي لڳائي لٺيل سيني سان اڳيان وڌي رهيون هيون ۽ پوليس جا سپاهي پٺتي هٽي رهيا هئا. سرگس ڪاڪتي جي بازارن گهٽين ۽ رستن تان اڳتي وڌي رهي هئي. ماڻهو سئنيما جي هالن مان ٻاهر نڪري آيا. سڀ ان سرگس ۾ شامل ٿي ويندا ويا. سرگس اڳيان وڌندي رهي. جيل طرف ڊوڪي رهي هئي.

امبولنس هوا سان ڳالهيون ڪندي ڊوڙي رهي هئي. ۽ لتيڪا چئي رهي هئي. ”هي شور ڇا جو آهي هي منهنجي پيٽ مان ڪا هڪ هزارن گولين جو ٽيون پار ٿيون. هي الا منهنجي رڳ رڳ ۾ ڇو تا باهه لڳائين هي رام! ڇا هن کي ئي موت سڏبو آهي؟ جڏهن جسم جو ذرو ذرو درد کان ڪيڪون ڪري.

امبولنس اڃا به تيز هلڻ لڳي. ان جي دريءَ کان ٻاهر زندگي هئي. لتيڪا حسرت سان پر تيل نگاهن سان ٻاهر نهاريو. امبولنس هڪ پنج ماڙ واري وڏي بلڊنگ جي ٻاهران لنگهي رهي هئي. لتيڪا ڏٺو ته دريءَ تي سٽين جا ڳاڙها پردا لڳل هئا. مٿي هڪ بالڪنيءَ ۾ ٻه نوجوان ڇوڪرا خوب مذاق ڪندي ٽهڪ ڏيئي رهيا هئا...... هڪ درزي گلابي رنگ واري سٽين جو بلائوز سي رهيو هو... هڪ پيڙهي

سڌائو!

نيلما، لتيڪا جي مٿي کي پنهنجي گود ۾ آڻي پڇيو ته "هاڻ ڪيئن آهين لتيڪا؟"

لتيڪا جي چهري تي ذرا سا مسڪراهٽ آئي ۽ چيائين "بس صرف پيٽ ۾ ٿورو سور آهي."

"اجهو انبولنس اچي ويئي. ويچاري ٻڍي چيئي" انبولنس ۾ گهرائي ڏني. لتيڪا گهٻراءِ نه تون هاڻ ٺيڪ ٿي ويندينءَ" رضيه چيو.

"ها! تون بلڪل ٺيڪ ٿي چوين مان نه مرندس"

انبولنس لتيڪا کي کڻي ۽ هلي ويئي.

رضيه هيٺ ڪري پيل جهنڊو کنيو. هي جهنڊو هاڻ ايترو لال ڇو هو؟، ايترو ڀڙڪي ڇو رهيو هو؟؟ جهنڊي جي ڦڙڪڻ ۾ اهڙو پر ڀور غصو ڇو هو؟؟؟

هڪ ٻڍي عورت امبيا گهوش جي لاش کي پنهنجي ڪلهن تي کنيو. ڇهن مزدور عورتن ان نوجوان پالش واري جي لاش کي هٿن ۾ کنيو. باقي لاش کي ٻن ٻڍيل عورتن مٿي کنيو ۽ آهستي آهستي سرگس وري اڳتي وڌڻ لڳي. ماڻهن ۾ جوش اچي ويو.

سرگس وڌندي رهي. جهنڊو هوا ۾ لهرائڻ لڳو.

ماڻهن جٺڪ جڪڙيل زنجيرون ٽوڙيندي سرگس ۾ شامل ٿيڻ لڳا. ڏهه - ويهه - پنجاهه - سو ۽ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو اچي ان سرگس ۾ شامل ٿيا. ماڻهن ۾ جوش هو. نفرت هئي غصو هو. هو بلند آواز سان

مان ٻين جي نوڪرن ۾ رهندو آهيان ... فقط پاڻ تي
سمجهندو آهيان ... ۽ هوٽلن جو بچيل جوٺو کاڌو
کائيندو آهيان.

مهنجي زندگيءَ کي ڪو به مقصد ڪونهي. مان نه صرف انهن ٽي ڇوڪرين کي بچائڻ لاءِ اڳيان وڌي آيو هوس. ور نه موکي ان سرگس بابت ڪجهه به سڌ ڪانهي. اها سرگس ڇا ٿيندي آهي؟ ڇو ڪيڏي وڏي آهي ؟؟ ڪيڏانهن وڌي رهي آهي ؟؟؟ موکي نه فقط اها خبر آهي ته جڏهن ڪڏهن عورت تي حملو ٿئي ته مرد هن کي بچائڻ خاطر اڳيان وڌي ٿو اچي. ڇا لاءِ ته عورت مرد جي ماءُ آهي ۽ ماءُ کي بچائڻ پٽ جو فرض آهي. پوءِ ڀل ان پٽ کي ڪا ماءُ پنهنجو ٻچڙو ڪري نه سڏي. مهنجو ڪو به نالو ڪونهي. مان شايد اهو معمولي بي نام شاعر آهيان جنهن متان صدين کان ظلم پي ٿيندا رهيا آهن ۽ هو انهن ظلمن جا همت سان جواب ڏيندي ڏيندي خود مري چڪو آهي يا مان هڪ اهو گمنام سپاهي آهيان جو هر مورچي تي وڙهندي شهيد ٿي چڪو آهي. مان شايد اهو مزور آهيان جنهن جي مضبوط هٿن ۾ مرڻ وقت به انقلاب جو جهنڊو لهرائيندو نظر ٿو اچي.

مهنجو ڪو به نالو ڪونهي. مان شايد هڪ پنهنجي ماءُ کي ڳولڻ آيو هوس.

هٿ هٿ ۾ ڏيئي ڪلاڪن جا ڪلاڪ خاموش ويٺا رهنداسين - تون مونکي تڪيندي رهين ۽ مان توکي ... ۽ ان گهڙي جو ٻئي انتظار ڀريو تصور ڪنداسين جو تلسيءَ جي ٻوٽي جهڙي ٻوٽو سڳنڌ ڦهلائيندو. ننڍڙو - ننڍڙو، اڇو اڇو لال ... اڙي! ها سو تون انتظار ڪيئن مان هڪ ڇهين ٻجي تائين اتي پهچي ويندينءَ ها؟ نا - نا -

سڻائو !

" پرليا گنگولي ! "

اڙي ! هاڻ گذري ٻه وڃ سنڌءِ انتظار عرصي کان آ. هيءُ اسان ٻنهي جو ڀت آهي- اسين ٻئي غريب آهيون... هن لاءِ ڪجهه ٻه نه ڪري سگهياسين ... مگر هن ڀت جو آئينده روشن آ ... جو نه هيءَ اسانجي زندهءِ اميدن جي جهلڪ آ ... اڇها هوءَ مست خوشيءَ جي جهلڪ سامهون اچي رهي آ ... اڙي! هاڻ گذري ٻه وڃ سنڌءِ انتظار آ -

سڻائو !

"پالش وارو!"

منهنجو ڪو ٻه نالو ڪونهي ... منهنجو پيءُ ٻه نالي ڪانسواءِ آهي ... منهنجي ماءُ جو نالو ڪونهي ... مان ڪلڪتي جي لڪل ۽ اداس گهٽين جي پيدائش آهيان... مان مفلسي ۽ سرمايداري ٻنهي جو اولاد آهيان ... مان بوٽ پالش ڪندو آهيان- ٻيا پنهنجن ڇهرن کي چمڪائيندا آهن... مان ٻين جا بوٽ چمڪائيندو آهيان...

سڀاڻو!

## ”امبڪا گهوش!“

مان هڪ اهڙي رنگيلي جهرڪي آهيان جا ساوڻ جي ٻادلن ۾ مٿي مٿي نيري نيري آسمان طرف وڌندي ان انڌي نيراڻ جو مزو وٺڻ جا سپنا ڏسندي آهي ۽ رات ٿيندي ئي پنهنجي ننڍڙي آشياني ۾ اچي ٻنهي ٻچڙن کي پنهنجن ڦهليل ٻانهن ۾ آڻي سمهي رهي ٿي.

ٻارڙا ڪيترا نه سندر ٿيندا آهن. پنهنجو گهر ڪيترو نه وڻندڙ ٿيندو آهي. اڄ مان پنهنجن ٻارڙن کي هڪ ئي ڪهاڻي ٻڌائيندس ۽ هو منهنجي نرم، گرم ڇاتيءَ سان لڳي معصوميت سان اکيون کولي ڪهاڻي ٻڌندا ۽ ائين ڪهاڻي ٻڌندي کين الي ئي ننڊ اچي ويندي.

سڀاڻو!

## ”منورما!“

مان جلسي ختم ٿيڻ بعد سڌو تو ڏانهن ايندس. تون پوري ڇهين بجي اوڊين سئنيما جي ٻاهران ملج. اڄ اسين ٽمنڪ ۾ اڌ اگهاڙو ٿيل ٽڙيل وارن عورتن جي رنگين فلم ڪانه ڏسنداسين پر ان بجاءِ چارلي چئپلن جي فلم ڏسنداسين جنهن مان رحم ۽ نيڪيءَ جو ڪجهه احساس ٿئي...!

ٻئي هفتي اسانجو وواهه ٿيندو پوءِ اسين ٻئي ان پنهنجي گهر جي ٻاهر نمن وڻن جي وچ ۾ لڳل ٻلسي جي ٻوٽيءَ لڳ ويهي چانڊوڪي رات جو چشڪو ونداسين.

اڀار وارو سينو ٻي سڌڪ!

ڏيري ڏيري لتيڪا جون ڪڪون وڌڻ لڳيون. رضيه ۽ ليلا چوطرف نهاريو. هڪ ٻچاريندڙ سپاهي چانيل هو. رضيه هيڏانهن هوڏانهن ڪنهنجي مدد ڪاڻ ڏٺو. ان بلبلن جي ٻهراڻ مار تان هڪ ڇپي همن طرف ڏسي رهيو هو. رضيه هڪدم جي اشاري سان هيٺ ڪونهو ۽ لتيڪا کي همن آهستگيءَ سان جي دڪان اندر آندو. مٿان درڻ مان لياڪا پائيندڙ عورتون هاڻ روئي رهيون هيون. گوليون وسڻ بند ٿي ويون... سپاهي کي ٿوري ڪاڻ ٿوري ڇرڇر ٿيڻ لڳي. زمين تي پيل عورتون هاڻ ڏيري ڏيري اٿڻ لڳيون ۽ اتي پيل لاشن کي گڏ ڪري همن جي سنڀال ڪري رهيون هيون ۽ ٻئي طرف ٿورو پريان بيٺل سپاهي خوب ٺهڪ ڏيئي کلي رهيا هئا.

## "گيتا سرڪار"

منهنجو نالو گيتا سرڪار آهي... مان انڪل ارڙهن ورهين جي خوبصورت ڇوڪري آهيان... منهنجا ماءُ پيءُ غريب آهن، انڪري مونکي چڱي طرح سڌ آهي ته غريبي ڇا آهي... مان آر. جي... ڪارمائيڪل ڪاليج ۾ هڪ نرس آهيان... منهنجو هڪ ٺاهوڪي نوجوان سان پيار آهي، هن جو نالو اجيت بوس آهي. هو ايندڙ سال ۾ ڊاڪٽري جو امتحان پاس ڪندو ۽ پوءِ اسان ٻنهي جي واعدي موجب شادي ٿيندي.

جي مٿاڇري تي تري رهيو هو. نيلما واٽڙن جيان اڃا ۽ اڳيان وڌي ته وري اوچتو پٺيان هڪ کي " انقلاب " چوندي ڪرندو محسوس ڪيو - هوءَ هئي ڪيترا سرڪار - گولي هن جي دماغ کي چيريندي پار پهچي چڪي هئي - هڪ لحظو جا اڳ زندگي هئي هاڻ موت جي چيخ بڻجي چڪي هئي - ۽ گهٽا جي ويجهو وري هڪ نوجوان ڇوڪري جو لاش پيو هو - پالش جون ڊٻيون ۽ برش هن جي هٿن ۾ هئا - يڪايڪ نيلما جا ڏند پيڪوڙجڻ لڳا ۽ هوءَ زور زور سان چيخون ڪرڻ لڳي - ايتري ۾ رضيه ونس آئي -

" نيلما! توکي ته ڪا چوٽ نه آئي " نيلما ان جو جواب نه ڏيئي پڇيو " ڇا ٿيو؟ "

" سڀ ڪجهه ٿي چڪو - هاڻ ڌيري ڌيري هن ڪمند طرف هل، جتي لتيڪا ليٽي پيئي آهي " -

لتيڪا د بيل چيخون ڪري رهي هئي - پاسي ۾ مدورما ڪنهن کي همت ڏيئي اوندي ليٽيل هئي.

" اف مدورما! ذرا همت ونءِ ته لتيڪا کي ڪٽي پاسيرو ڪريون "

" اڙي نيلما! ڪنهن کي ٿي اٿارين - مدورما ويچاري هاڻ ڪٿان اٿندي هاڻ هوءَ ڪنهن جو نه ٻڌندي رضيه چيو - نيلما آلين اکين سان مدورما جا هٿ منهن کان پري ڪيا ۽ هن جي معصوم ڇهري طرف گهوري ڏٺو - اکيون بند - چپ خاموش ۽ هن جو

"رستو خالي ڪريو - ڇڙو ڇڙو ٿي وڃو - سرڪس
...ن قطارون ٽوڙي ڇڏيو"
گولين سرراٽ ڪندي وسڻ شروع ڪيو -
رضيه رڙ ڪندي سهمي ڪي زمين تي ليٽڻ لاءِ جهڪيو -
هڪ گولي رضيه جي ٻانهن اڳيان لنگهي ويئي -
رضيه هيٺ زمين تي ليٽي پيئي -
گهرن جون دريون جلد جلد بند ٿي رهيون هيون -
...ڀڄڻ ۽ آهن جا آواز اچڻ لڳا - ۽ وري ٿي لحظي
چوطرف خاموشي ڇانئجي ويئي فقط هاڻي هوا ۾
...ليون هلي رهيون هيون -
نيلما ساري بدن کي زمين سان لڳائي ڏيري ڏيري
...ڪندي ڪهتيءَ جي ٻيءَ ڪنڊ طرف وڌي رهي هئي
...جو هڪ هٿ اميتا گهوش جي هٿ ۾ ڏنل هو -
...ڪر جو هٿ ٿورو اڳ هلي رهيو هو تنهن ۾ هاڻ چرپر
...ڪاڻ هئي - اهو هٿ ٿورو اڳ گرم هو هاڻي سرد ٿي
...ڪو هو - نيلما آخر اميتا جو هٿ ڇڏي ڏنو "ڏس
...ڇ وڃي رهي اٿئي اميتا!" ۽ نيلما ٿورو اچا ۽ اڳيان
...سڪي وڌڻ لڳي اچانڪ هن ڪان چيخ نڪري ويئي-
...سڄا ٿي هٿ ڪنهن جي گرم گرم خون سان ڀرجي
...يا - ها! اها ٻرنيا هئي - هوءَ مري چڪي هئي -
ٻرنيا جي لاش ڀرسان شيشي جا ٽڪل ٽڪرا پيا هئا ۽
...چيءَ جو ٿيل جو ٻرنيا پنهنجي لاڏلي کي ٿلهو بناڻ
...ڪاڻ وڙو هو سو هاڻ هن جي لال لهوءَ

هڪ آفيسر چئي رهيو هو "سرڪس اڳتي نٿي وڌي سگهي. شهر سان ١٤٤ قلم لاڳو آهي. ان موجب سرڪس ڪيڏ قانون جي نظر ۾ ڏوهه آهي".

مگر لتيڪا ٻڌو اڻٻڌو ڪري اڳيان وڌي آئي. قدم اڳتي وڌي رهيا هئا.. نعرن جي ڌوم جاري هئي. جهنڊا انهن ٿي بلنديءَ سان لهرائي رهيا هئا.

"اهو منهنجو حڪم آ ته سرڪس مان سڀ ڇڙوڇڙ ٿي وڃو." آفيسر رڙ ڪندي چيو.

مگر لتيڪا حڪم کي انهن جاتو جهٽڪ ٿورو پريان هڪ رانديڪو چابيءَ جي زور تي هٿ ملائي رهيو هجي.

سرڪس اڳيان وڌندي رهي. سمڊور جا ٽلڪ قطارن ۾ هلندا رهيا.

لتيڪا جي ذهن ۾ هلچل مچي وئي. هن جي اکين اڳيان ٻه وڏيون وڏيون اکيون ڦري رهيون هيون... گنڀير چهرو ڦيرا پائي رهيو هو... ڄاڻو جسم ڌڪاري ڏيئي رهيو هو. اهي ڪنهنجون اکيون هيون. لتيڪا جي ٻڍي ديوجون اکيون... ڏاڪٽ جي مٺين ڪنهڙي ۾ معصوم نگاهن سان ڏسندو هو. اچانڪ لتيڪا انهن محسوس ڪيو جهٽڪ ڪا تيز زهريلي ڇري هن جي سيني مان پار لنگهي وئي. هوءَ ڌان تي زمين لـي ڪري پئي. مٺو ڏاڪٽ ڏانهن هيٺ ڪري پيو ٻڌوري الڏيرو ڇانئجي ويو.

ساراهي رهيا هئا. ڪيترن دڪانن جي سيٺين جلدئي دڪان بند ڪرائي ڇڏيا. ڪي آدمي تنگ ۽ ننڍين گهٽين ۾ لڪل لاءِ پڄي رهيا هئا. ۽ وري ڪي سرگس جي پٺيان اچي رهيا هئا.

مٿان ڪليل درين مان ڪي عورتون خوب ميڪ اپ ڪيل چهرا ٻاهر ڪڍي ڪلي رهيون هيون. هڪ ٽرام جي بجلي پائوٽ واري ڇڪري ذرا هيٺ لهي آئي ۽ وري بجلي ڏيندڙ سان لڳندي هڪ ٽرور ڪڍيو ۽ ٽرام ويندي رهي.

لتيڪا کي ساري فضا هشتڙاڙو ٿي لڳي. هن جا قدم اڳيان وڌي رهيا هئا. زبان تي قومي گيت جا جملا هئا. ان هوندي به لتيڪا جو دماغ ڪجهه سوچي رهيو هو. چاچيءَ جي چهري تي اچانڪ آيل مسڪراهٽ. اڄ مان پنهنجي پتي ديو سان چوٿون ملي آيس. ٽرام ڪيئن نه دور دور پهچي رهي آهي. اڄ جيڪر مان پنهنجي پتيءَ سان ملي اچان ها. گولي هلي ٿي سگهي... نه، نه گولي ڪانه هلندي. اچانڪ سامهون ايندڙ جيپ تي لتيڪا جي وڃي نظر پيئي. سرگس اڳيان وڌي رهي هئي. جيپ سرگس طرف ڊوڪي رهي هئي. سڀن ۾ جوش هو. جيپ ۾ پوليس جا سپاهي هئا هنن جي هٿن ۾ بندوقون هيون.

لتيڪا جي ساري تصورات ان جيپ سان اچي ڇهڻي پيئي. جيپ سرگس جو رستو روڪي بيٺي ۽

"پنگلي! لمبڪا کي مارڻ جو ايترو سولو آهي ڇا؟" ۽ هال جي ٻاهرئين دروازي وٽ هڪ بيٺي عورت هٿ ۾ ٿال جي ڍٻلي جهلي ٻوڙ لڳي "اڙو ڀڄڻ ون! ذرا اوهانجي انهن سوارين وارن وڄن ڏيکاري ڏينڊڙ ليڪ تي سنڌو چڪايان. هي ٽه اُٺنهي قسم جو ٻاڙهو ڊمان آهي. اڄ توهانجي ڪاميابي آ. ڀڄڻون!"

لمبڪا ڪنڌ جهڪايو ۽ ٻئي لمحي ۾ هن جي مٺي تي سنڌو ۽ ٽوڙ تي اهو ٻاڙهو ٽڪ ڇڪي رهيو هو.

* * * * *

اندرين آلو سيٺيءَ هال کان ٻاهر نڪري عورتن جي سرڪس واري بازار مان لنگهندي ڪاليج اسٽوڊنٽ ڏانهن ڏوڪي رهي هئي. ڪوهي نيٺ ذرو ذرو سان تي ٻاڪو ويو. چڱن چڱن عورتن ڏڏ جي قطارن سان سرڪس کي پٺ لمبو ڪري ڇڏيو هو. سيڻ کسان اڳ رضيه هئن ۾ جهنڊو کڻي اڳيان وڌي رهي هئي. هن جي پٺيان هيون لمبڪا، نيلما، پرڪيا ۽ منوروما ۽ انهن جي پٺيان هيون گيتا سرڪار ۽ اميتا گهوش ۽ ٻيون.

لمبڪا ذرا پٺتي هٽي ڏانو سرڪس باقاعدي انتظام سان اڳتي وڌي رهي هئي.

انقلابي نعرن سان آسمان گونجي رهيو هو. بازار ۾ ايندڙ ويندڙ آدمي هراس وچان هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. ڪيترا آدمي عورتن جي هن همت کي ڏسي

کي ڪافي پري ٽائين ڇڏي واپس ايندي ڏٺو ته هال ۾ سڀ عورتون پنهنجين سارين کي مضبوطيءَ سان ڦاهي رهيون هيون، رضيه جي هٿن ۾ جهنڊو لهرائي رهيو هو ۽ ڪي سارين جي پلئن کي هڪ ڪنڊ ۾ رکيل مٽڪن مان پاڻيءَ سان آلو ڪري رهيون هيون.

نيلما پڇيو "هي ڇا لاءِ؟"

" جڏهن اکين ۾ پاڻي آڻيندڙ گئس اڇلايو ويندي تڏهن هي پاڻيءَ ۾ پسيل پلئه اکين تي رکڻ سان اکين جي سڙڻ گهٽجي ٿي" رضيه چيو.

" اگر گئس بجاءِ گوليون ملن ته؟" پرتيا چيو.

اميتا گهوش چيو "گولي نه هلندي ۽ جي ڪٽي هلندي به ته منهنجو سهڻو سڀ کان اڳ هوندو ۽ منهنجي هيءَ بنارسي ساڙهي ۽ هيترا ڳهڻا پهريل ڏسي ضرور پوليس سمجهندي ته مان ڪنهن جڃ سان وڃي رهي آهيان. ڪيئن مدورما؟"

" هل پڳلي!" مدورما چيو.

نيلما جو چهرو گنڀير ٿي ويو "ها! گولي هلي نه سگهي ٿي."

" نه ٿي هلي سگهي- هي مهاڪوي ٽئگور جو بنگال آ. هتي عورتن مٿان گوليون اڻيون هلائي سگهجن." اميتا راڻو ڏيندي چيو.

نيلما وري گهٻرائجي چيو "لتيڪا! هيءَ شايد اسان جي آخرين ملاقات آهي."

"هان! انسپيڪٽر جي زال" ڀرليا رڙ ڪئي ۽ ان عورت کي گردن کان پڪڙيندي هال کان ٻاهر وڃڻ جو رستو ڏيکاريو. مسز رما چيو "ڇڏينس پيٽ هن کي ته سياسي قيدين سان پوري پوري همدردي آهي. هوءَ ته ويچاري فقط هن سرڪس واري تجويز جي مخالفت تي ڪئي ۽ بس"

ايتري ۾ سڀ عورتون هن انسپيڪٽر جي زال کي چوڌاري گهيرو ڪري ويٺيون هيون ۽ ٻئي هنجي مرمت ڪرڻ واريون ئي هيون ته پريزيڊنٽ رضيه عقلمنديءَ سان ڪين پاسي ڪندي هنکي هال کان ٻاهر نڪري وڃڻ لاءِ چيو. ۽ انسپيڪٽر جي زال ويچاري پريشانيءَ ۾ گهٻرائجي جيئن دروازي کان ٻاهر ٿي نڪتي ته ان گهٻراهٽ ۾ هنجي ساڙيءَ اندران هڪ پستول هيٺ زمين تي اچي ڪريو.

"او...هو" اميتا گهوش رڙ ڪندي چيو "ڪمبخت خوب انتظام سان آئي هئي قيدين جي حمايت ڪرڻ".

اميتا گهوش پستول کڻندي ائين ٻوٿين ۾ وڌو جهٽڪ لپ اسٽڪ پر لنيڪا اهو پستول اميتا کان کسيندي ان کي عورت طرف اڇلائيندي چيو "ذرا هن کي ته پاڻ سان کڻي وڃ ورنه سڀاڻي ته تنهنجن اخبارن ۾ ته ڪڍي اچي وڃي ته سياسي قيدين جي حمايتن وٽان تلاشيءَ ۾ پستول مليو وغيره."

اميتا گهوش ۽ لنيڪا انسپيڪٽر جي زالن ڪئي

ڪيڏي واري تجويز جي مخالفت تي ڪريان. ڇو ته ڪلڪتي جي هر رستي سان قلم ١٤٤ لاڳو آهي ۽ اهو قانون ٽوڙي انجي نتيجي ڪان اسين بچي نٿيون سگهون.“

”ڪير ٿو ٻڌڻ چاهي - اسين قانون جي پرواه ڪونه ڪنديونسين“ هال جي بلڪل پڇاڙيءَ مان آواز آيو.

وري ان عورت چيو ”ذرا سوچ ڪريو. اسين عورتون آهيون. گهرن کي سنڀالڻو اٿئون. ٻارن ۽ مڙسن جي سنڀال ڪرڻي اٿئون.“

”منهنجو مڙس جيل جي اندر پڪ مري رهيو آ.“ نيلما غصي ۾ ڪنبندي چيو.

”اهي سون جون ڪنگڻيون لاهي، خود کي غريب بڻائي پوءِ ڳالهاءِ“ هڪ ڪنڊ کان آواز آيو.

”اهو توکي ٻڌايل سون بليڪ مارڪيٽ جي پيدائش آهي ڇا؟“ ٻيو آواز آيو.

ايتري ۾ هڪ وچولي عمر واري عورت جا ٽورو پريان ويٺي هئي رڙ ڪندي چيو ”اڙي! هيءَ ته اسانجي ٽورو پريان رهندڙ پوليس سب انسپيڪٽر جي زال آهي. جنهن انسپيڪٽر گذريل منگل ڏينهن منهنجي پٽ کي ڳاڙهي جهنڊيءَ وارو سمجهي ڪاڏو ڪائيندي گهر مان زوريءَ ڪڍي جيپ ۾ وهاري جيل طرف هلو ويو هو.“

انهن جون گهرجون پوريون ڪرائي ڏي واپس اينديوسين“.

”ها... ها اهو ٺيڪ آ. گهڻي انداز ۾ عورتون چوڻ لڳيون. سرگس ڪيڻ جي تجويز سڀني کي پسند آئي.

چوطرف گوڙ شور مچي ويو ۽ رضيه ميز تي ڌڪ هڻندي هال جي ماحول کي سانت ۾ آندو.

هڪ عورت چيو ”ڪامريڊ پريزيڊنٽ مان اوهان جي هن فيصلي جي مخالفت تي ڪرڻ چاهيان. مون کي ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو وڃي.

رضيه حيرانيءَ سان هن عورت طرف گهوريو. ريشمي ساڙي اوڍيل، ڪرائي ۾ سون جون ڪنگڻيون ۽ ڳچيءَ ۾ ڪيڻ جو هار ”تون مهلا سنگهه جي ميمبر آهين؟“

”نه مگر عام جلسي ۾ مونکي ڳالهائڻ جو پورو حق آهي“ ان عورت چيو.

رضيه اتي چيو ”هڪ عورت هن فيصلي جي مخالفت ۾ ڪجهه چوڻ تي چاهي.“ ۽ اها عورت اسٽيج تي اچي بيٺي. ساري هال ۾ وري شور مچي ويو. سڀني جون نگاهون ان ئي عورت ۾ اٽڪيل هيون. رضيه گهنڊي ان شور کي شانت ۾ بدلايو! ۽ هيئر هوءَ عورت چوڻ لڳي ”ڀينرو! مونکي انهن سياسي قيدين جي گهرجن سان پوري پوري همدردي آهي. (تاڙيون) مان هن نعري جي به پوري پوري پٺڀرائي ٿي ڪريان (تاڙيون) مگر مان هن سرگس

ڪجهه هو سو آهستي آهستي ختم ٿيندو ويو. آخر ڪالهه رات منهنجو ٻچو ٻڪ ۾ ٽڙپندي ٽڙپندي مري ويو. گهر ۾ ڪجهه به ڪانه هو. ڪيترن ڏينهن کان ڪجهه ڪونهي. اجهو مان هينئر سڌو پنهنجي جان جگر کي دفن ڪري هت اوهان وٽ آئي آهيان جيئن هيءَ ٻچيل ڪارو رنو پنهنجي پيٽڙن اڳيان ڦهلائي اهو ٻڌايان ته ڇا هي اوهان جو صرف، نهراءُ ڪافي آهي؟ ڇا بس هيءَ ئي تجويز ڪافي آ؟؟ جي اوهانجو هيءُ نهراءُ ئي سڀ ڪجهه آ ته پوءِ هنجو هڪ نقل مونکي به ڏيو وڃي جيئن مان اهو پنهنجي ننڍڙي جي قبر تي وڃي پنهنجي آنسن ۽ خون سان چنبڙايان"

حال جو سناٽو ٽڪايڪ ٽٽي پيو. هڪ ئي وقت ڪي ٽي آواز اچڻ لڳا "نه نه. اهو ڪافي ڪونهي. هرگز اهو سڀ ڪجهه ڪونهي. عورتون اٿي ٻهي وڏي آواز ۾ چئي رهيون هيون. ايتري ۾ هڪ عورت، هڪ نوجوان، پختي بدن واري عورت اسٽيج طرف ڊوڪي رهي هئي. جهٽ سان هن اسٽيج تي ٽپو ڏنو ۽ ٻانهون کنجي ڪڙڪيدار آواز ۾ چوڻ لڳي.

"جي اهو نهراءُ ڪافي ڪونهي ته پوءِ اٿو. اڳتي وڌو... ڪلڪتي ۾ رهندڙ شير ٽيون! ڇا اوهين پنهنجن ٻارن، پٽن ۽ مڙسن کي جيلن جي گندين ڪوٺڙين ۾ پيل ڏسي سگهو ٿيون. هلو، اج اسانجي جيل تي ڪاهه رهندي. سرگس ڪڍي ان طرف وڌو. اج اسين

ڪانگريسين سان هو جيل ڇوڏ ڀوارن ۾ به وڃي ڇڪو آهي. خير! هن لاءِ جيل ۾ وڃڻ ڪا نئين ڳالهه ڪانهي. جيئن اسان غريبن لاءِ ڪيئي دفعا بک ڪيڻ". ائين چئي اها ڏبري عورت چپ ٿي ويئي. هال ۾ سناٽو ڇانيل هو. سيٺ جون اکيون هن ۾ کتل هيون. هن وري ڇوڻ شروع ڪيو "پر اڄ اهي ئي ديش جا نيتائون ۽ سرمايدار ڪڍهن به هڙتال کي ڏوهه نه ڇوندا هئا. مان پڇان ٿي ته ٻوءِ هاڻ ڇو انهن لاءِ هي گناهه ٿي چڪو آ. هو اڄ به ڪارخانن جا مالڪ هئا ۽ اسين مزدور. اڄ به هو ساڳيا مالڪ آهن اسين اڄ به ساڳيا مزدور... منهنجو مڙس اڄ به هڙتال ڪرائيندڙ هو. ۽ هاڻ به هو ڪرائي ٿو. پر هاڻ اهو ڪيس حق ڇونه ٿو ڏنو وڃي. اڄ هنکي جيل ۾ ڇو ٿو اڇلايو وڃي. انگريزن جي زماني ۾ به هن کي ٻه دفعا قيد جي سزا ملي هئي پر ان وقت ٻئي دفعا ڪيس سزا عدالت ڏني هئي ۽ نه هينئر جيان هن مٿان عدالت ۾ ڪيس نٿو هلايو وڃي. بحث ڪرڻ لاءِ وڪيل کي موقعو نٿو ڏنو وڃي. هن کي بي زبان بڻائي جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ ٿو ڦٽو ڪيو وڃي ۽ بس.

گذريل هفتي کان وٺي اسانجي گهر ۾ کائڻ واسطي اناج جو هڪ داڻو ڪونهي. ڪو به ڪمائڻ وارو هاڻ ڪونهي. ٻن مهنن کان مونکي سنهو سنهو ٻخار ٿو اچي ان ڪري مونکي به مل مان ڪڍيو ويو. گهر ۾ جو

انجو پورو جواب ڏيندڙ کي نوبل پرائيز ڏنو ويندو." اچانڪ آيل اُميءَا گهوش جي هن جملي تي ساري هال جي وايومنڊل ۾ گنڀيرتا اچي وئي.

پڇي رضيه جلسي جي پريزيڊنٽ چونڊي وئي هئي. هن جي اشاري مطابق شرط لتيڪا اٿي ۽ ساري هال ۾ وينل سڀني عورتن کي چڪاسيندي نظربندين جي گهرجن پورين ڪرڻ وارو ٺهراءُ پيش ڪيو ۽ هڪ ننڍڙي تقرير ۾ ان جي صفائيءَ سان سمجهايو ۽ ان بعد پرتيا، لتيڪا جي ان ٺهراءَ کي ساراهيندي اڌ ڪلاڪ تائين اثرائتي تقرير ڪئي. ۽ پيش ڪيل ٺهراءُ تاڙين جي گونج ۾ پاس ڪيو ويو.

سڀ عورتون اٿي بيهي تاڙيون وڄائي رهيون هيون. نعرا هڻي رهيون هيون ته اچانڪ ڪنهن عورت هڪ ڪاغذ لکي رضيه ڏانهن موڪليو. پريزيڊنٽ رضيه هن عورت کي اسٽيج طرف گهرايو. هوءَ اسٽيج طرف وڌندڙ عورت بلڪل سنهي هئي. چهري تي ملولائي ۽ معصوميت ڇانيل هئس. اسٽيج تي پهچڻ شرط پهريائين هن پنهنجي ڪاري رنگ واري پوتي سنڀالي ۽ هڪ ڪڙڪيدار آواز ۾ چيو "پيارو! اوهان هي ٺهراءُ ته پاس ڪري ڇڏيو. تمام سٺو. پر هڪ ڳالهه اوهان اڳيان مان رکڻ آئي آهيان هت!... منهنجو مڙس بوٽن جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو آهي. ڪيترن سالن کان وٺي هو ڪيترين ئي هڙتالن ۾ حصو وٺندو رهيو آ.

آهن - هوءَ چوندو ٿو رهي ۽ مان به هردم پنڊ تي هري وڃي آهيان" اچانڪ نيلما اميتا جي ڳچيءَ تي هڪ نشان ڏسي رڙ ڪئي ۽ چيو "ڪيترو نه زور سان ماريو آ توکي تنهنجي پتي ڏيو!

اميتا مسڪرائيندي چيو "نه چري! هٿ نه ايترو ڳرو ۽ تيز وارو نه هو پر هٿ جي آڱرين ۾ پيل منڊيءَ جو اهو نشان ٿي پيو آ."

"پر پوءِ اڄ تون ڪيئن آئينءَ هت؟" نيلما پڇي ڏنو.

"ڏسين ڪانه ٿي، بنگلي هڪ ساهيڙيءَ جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جو بهانو ڏيئي هيئن نهي نڪي آئي آهيان. ڀلا ڪنهن جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ به پتي ڏيو منع ڪندو ڇا؟" ۽ ائين چار ئي ساهيڙيون ڪلڪنديون اڳيان وڌي رهيون هيون.

انڊين ائسوسيئيشن هال عورتن سان ڀرجي چڪو هو. پٽين تي وڏا وڏا ڪپڙي جا ٽڪر لڳل هئا جن تي لکيل هو "سياسي قيدين کي آزاد ڪيو وڃي ورنه متائن کليو ڪيس هلايو وڃي!"

هڙتال ڪندڙن جون خواهشون پوريون ڪريو.
سياسي قيدين سان انساني جهڙو ورتاءُ ڪريو.
سياسي نظربندين کي آزاد ڪريو.
اسين رعيتي راج ٿا چاهيون. پوليس راج نه کپيئون.
"پوليس راج ۽ رام راڄ ۾ گهڻو تفاوت آهي،

عيمت لهڻ ڪرڻ اشارو ڏنو - تنهن ساهڙين بس مان
عيمت لٿيون ۽ سڌو اسيمبلي انسٽيٽيوشن هال طرف
وڌيون - ايتري ۾ پٺيءَ طرف کان آيل بس مان هڪ
عسبين عورت لٿي - جنهن کي پهريل عمدي ساڙي،
زردار بلائوز ۽ اڏيڪيل چيلهه جي اگهاڙڻ ڏسي پريتيا
وڙڪندي چيو "او منهنجي پياري اميتا! اڄ ته تو
غضب ڪري ڏيکاريو - پر پاڻ جي ماءُ هوندي به
پاڻ اهڙي پرنگه سان سينگاريو اٿيئي جڻڪ اڇو هيئنڙ
ئي اٺين ڪنوار پڄڻ واري آهين هيڏانهن اوري ته اڄ
پاڪر ته پاءِ - الا! ڪيترو مزو آ تو ۾" سينئي
ساهڙين کلي ڏنو - اميتا گهوش به "مهلا سنگهه" جو
خوب ڪم ڪندي هئي - هن جو پتي ديو
(Sectretriat) نوڪر هو ان ڪري ڪيس مزدور
ڪورٽن سان ملڻ جلڻ يا مهلا سنگهه جو ڪم ڪرڻ کان
سخت نموني منع ڪندو هو - مگر هيءَ پتي ديو سان
وڙهي ان ڳالهه کي ٽاري ڇڏيندي هئي - هڪ ڏينهن
هن جي پتي ديو کيس چيو ته "تون انهن جلسن وغيره
۾ وڃڻ بند ڪر ورنه منهنجي پن پتن کي ته سرڪاري
نوڪري کان ملندي پر منهنجي به ته ڪڏهن ڪسي
وڃي" مگر جڏهن اڃا به اميتا نه مڃيس ته هو صاحب
خوب خفي ٿي ويو - لتيڪا وچ ۾ ٽپ ڏيندي پڇيو
"اميتا، پوءِ تو ڪجهه ڪانه چيس"؟
"اڙي پڳلي لتيڪا! اهي ته روز جون ڳالهيون

تي آئي آهيان هن ڇيو آهي ته ڏڪي کي ميڇيءَ جو تيل پيار -- ٺلهو ٿي ويندو - ٿورو ٻڌڻ ۾ به وڻندو. ۽ اڇو هيءُ خريد به ڪري آئي آهيان" پرتيا جهٽ پٽ جواب ڏنو. لتيڪا ۽ نيلما مسڪرائي رهيون هيون سچ پچ پرتيا پولي ڀالي هئي - هن تي غصو ڪرڻ به حد مشڪل هو - لتيڪا پرتيا کي تمام ڏهڻو گهڻو چاهيندي هئي ڇو ته پرتيا "مهلا سنگهه" جو بلڪل سٺو ڪم ڪندي هئي ۽ وري تقرير ڪرڻ ۾ ڪا جهڙي تهڙي ڇوڪري هن سامهون نه بيهي سگهندي هئي - پرتيا بلڪل خوش مزاج ۽ وڻندڙ ڇوڪري هئي ڪم ڪرڻ جي پختي - انتظام جي پڪي - ڪهڙي به مشڪل ڪم کي هوءَ چترائيءَ سان پورو ڪري ڇڏيندي هئي - پرتيا جي مسڪراهٽ اهڙي هوندي هئي ڄڻڪ سمنڊ جي هڪ لهر جا ساري ڪناري تي هڪ ئي وقت ڦهلجي ٿي وڃي -

لتيڪا بلڪل آهستگيءَ سان پڇيو "پرتيا! ڀلا اڄ تون جلسي ۾ ڇا چوندينءَ؟" "ڏيدي ڏسندي وڃ! اڄ تنهنجي ان بوسي سان سڙيل سماج ۾ اها چڻگ لڳائيندس جا پڙڪو ڏيئي آگ جا شعلا ٻڻجي ويندي ۽ ساري ڪلڪتي کي انهن شعلن جو شڪار ٻڻجڻو پوندو - پر ذرا تون هن خوبصورت ساڙيءَ جي سڀال ڪج هان؟ ائين چئي پرتيا ٺهڪ ڏيندي لتيڪا کي ڇهنڊڙي پاتي ۽ بود بزار جو ناڪو اچي ويل ڏسي

پرتيا جو پٽ ڇرڪو ۽ ضدي هو، انڪري، ذرا سا اک ڏيکاريندس ته ڪيڪون هڪدي بيزار ڪيو ڇڏي.

اڄ پرتيا موقعو پائيندي ٻنهي پتي ۽ پٽ کي ڌهر ۾ ڇڏي آئي هئي - ڪلندي ڪلندي ساهيڙين کي چوڻ لڳي "اڄ اسانجي گهر ۾ تماشو هوندو - خوب پيءُ پٽ هڪ ٻئي سان ٽڪرندا هوندا ۽ ممڪن آهي، هڪ ٻئي مٿان باسڻن سان وسڪارو ڪيو هجين."

"پرتيا! جي ان نموني تون گهر کي رکندينءَ ته ڪيئن ڪم هلندو" لتيڪا چيس -

"ته پلا ڪريان به ڇا ... ٻنهي طرفن هڪ ئي وقت ڪيئن ٿي مٿهن ڏيئي سگهان - اڃا اڄ صبح جو جلسي لاءِ تقرير ٿي لکيم ته پتي مهاشيہ چانهه گهري ڪين اها ڏنم ته ٿورو وقت رکي وري ماني جي طلب ڪيائين ڪيس ماني ڏنم ته نيڪ ٽاءِ ڳولڻ لاءِ چيائين اها ڳولي ڏنيمانس ته وري پٽ پنهنجي آڱر ڪتي جي واس ۾ ڏيئي ملهار شروع ڪري ڇڏيو - وري اڃا ڪتي کي ٻاهر ڪڍيم ته هيڏانهن اچڻ وقت ٻئي گڏ پيروي ڳائي رهيا هئا - پلا پوءِ مان ڪري ڇا ٿي سگهان؟"

اُتي نيلما چيو "پرتيا! گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ڪڪي کي ته ڪنهن سٺي ڊاڪٽر کي ڏيکار، ويچارو ڪيئن نه ڳرندو پيو وڃي." "ڪلڪتي ۾ وڏو ڊاڪٽر جيتري في ٿو وٺي ان ۾ اسانجو ساري مهني جو راشن ٿو اچي وڃي. باقي اڄ هڪ حڪيم وٽان

پر تہ بہ هوءَ سياڻي بيشڪ هوندي هئي. توري ڪڏهار
مان گهر کي بلڪل خبرداريءَ سان هلائيندي هئي.
هن جي اڪثر خوشبوءِ سان خوب پوندي هئي. پلا
سارو ڏينهن ويچاريءَ کي اسپتال جي بدبوءِ وارن
دوائن سان جو رهڻو پوندو هو. هوءَ نرس هئي.

پر جڏهن ڪانوني سندس پتي ديو انقلابي سرگرمين
۾ ڀرو ونڃ ڪري جيل جي ديوارن اندر ڀيل هو
ڏڏهن ڪانوني ڪيس انهن خوشبوءِ وارن چيزن کان
نفرت ٿي وئي هئي. پر اڄ اچانڪ نيلما جي وارن
مان اها خوشبوءِ ايندي لتيڪا رڙ ڪئي "چو نيلما اڄ
پنهنجي پتي ديو سان ٿي ملڻ وڃين ڇا؟"

"نہ پڳلي! مان تہ تو سان گڏ جلسي ۾ هلي رهي
آهيان!" نيلما مشڪي وراڻيو.

۽ پرتيا وچ ۾ ٿي پنهنجا جملا پٽائيندي چيو "رام
رام اڄ تہ چوڌاري خوشبوءِ جو طوفان ڦهلجي رهيو
آهي. اڄ تہ لتيڪا بہ تہ خوب وارن جي چڳن کي ڇهري
مٿان آڻي وڏي ڪ خوبصورت بڻجڻ جي ڪوشش
ڪئي آهي. پلا هيڏي سنڌ رتا اٿي جلسي ۾ ڪنهن کي
ڏيکاريندي يون؟"

ايترو چئي پرتيا هميشه جيان ٽهڪ ڏيڻ لڳي. پرتيا
هر دم کلندي نظر ايندي هئي: هنڪي هڪ ٿي پت هو
سو بہ هن جيان ڳريل ڳريل، ڏگهو ڏگهو ۽ پڪيءَ جيان گنڀير
۽ تيز، پرتيا جو پتي ديو ٽنگہ خيال ۽ بلڪل گنڀير هو.

ميڙن ڇپن ٽائين آڻي وڃائي ڏنو ”ٻهٽر ين ...!“
دڪان واري رايو ڏنو ۽ لتيڪا ڪلندي ٻاجو پنهنجي
رس ۾ وڌو ۽ ان وقت هن وري محسوس ڪيو ته
هن دفعي به ڪو هنجي بلڪل ويجهو لنگهي ويو. هن
ڀنيان ڏنو ته ٽورو پريان به ڪاڏي ٽوپي ڀهريل آدمي
ڀاڻ ۾ ڳالهيون ڪندي وڃي رهيا هئا. وري به
لتيڪا اهو وهم سمجهي پاڻ کي مڃائي ڇڏيو. مگر اڄ
پولسي ۾ شريڪ ٿيڻ کان اڳ هوءَ پنهنجي پيءُ سان
جو هن وقت ڪلڪتي جي ڪنهن ڪلب ۾ لڳل هو،
ڪيڻ به ملڻ ٿي چاهيو. مگر اچانڪ هن فيصلو ڪيو
ته اڄ هوءَ هن سان نه ملندي متان هن جي پٺيان ڪو
پوليس جو آدمي هجي ۽ ٿوري بيوقوفي ڪرڻ ڪري
هنجو پيءُ پڪڙجي پوي. لتيڪا جي دل زور زور
سان ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي. هن ڪجهه مدت
الي ٽرسي خود کي مڃايو ۽ جلد جلد بس اسٽئنڊ
طرف وڌي.
ساڳيءَ بس ۾ لتيڪا کي ليلما ۽ پرتيا به گڏجي
ويون. نيلما بنه اڪيلي هئي. هروقت هنکي رنگين
مزاج ڪپند و هو. هوءَ ڪو ڪٽي خوبصورت ڪانه هئي.
نه هوءَ شاهوڪار گهر جي هئي ۽ نه وري ڪو هوءَ
ايترو پڙهيل هئي پر ان هوندي به هنکي هر ڏسڻ
جو اهو رايو هوندو هو ته هوءَ بلڪل خوبصورت هئي.
شاهوڪار هئي ۽ ساٿ ڪافي پڙهيل به!

لاءِ چاچيءَ کيس ڀيو گيت ٻڌايو ان ۾ چنڊ جي ٻيڙي،
آسمان جي نديءَ ۾ ڌيري ڌيري هلي رهي هئي؛
ننڍڙو بالڪ ان ٻيڙيءَ ۾ ويهي مزي سان ونجهه هلائي
رهيو هو ۽ اُهين ونجهه هلائيندي هلائيندي، مني کي
اکئي ننڊ اچي ويئي.

* * * * *

راءِ بهادر موجهر الدين گهٽيءَ کي ختم ڪندي
هاڻ گهنشامداس گهٽيءَ مان هلندي هلندي لتيڪا کي
ٻه دفعا اهين محسوس ٿيو ڄڻڪ سندس پٺيان ڪو
پاڇي جيان اچي رهيو آهي. هن پٺيان مڙي ڏٺو مگر
ڪو به کيس ڏسڻ ۾ ڪانه آيو. شايد اهو هن جي دل
جو وهم هو. هوءَ هلندي رهي. ڪلڪتي شهر سان
١٤٤ قلم لاڳو ڪيل هو. انڪري هن سوچيو ته ذرا
سنڀالي هلڻ گهرجي. لتيڪا چئني طرفن کي چڪاسيو
بازار ۾ آدمي هيڏانهن هوڏانهن ڦري رهيا هئا.
ٽرامون ۽ بسون باقاعدي هلي رهيون هيون. ڪي سودا
وٺڻ ۾ مشغول هئا ته ڪي دڪانن وارن کي اجايو تنگ
ڪري رهيا هئا ۽ رکي رکي ڪتان ڪن جي ڪلڙ ۽
ٺهڪن جو آواز به اچي رهيو هو. مگر لتيڪا اهين
سمجهيو ڄڻڪ اهو وقتي ٺهڪ بلڪل ٿوري وقت لاءِ
هو. اهو مشغولين وارو وايومنڊل اڄهو. ٿو انقلابي نعرن
سان بلند ٿي ويو. زاندڪن جي دڪان وٽ پهچي
لتيڪا مني لاءِ هڪ باجو خريد ڪيو ۽ الڪي پنهنجن

لعيڪا ڏاڪٽر تان هيٺ لهي رهي هئي ۽ چاچي ڏاڪٽر جي منٿين ڪنهڙي وٽ مني جو هٿ پڪڙي ڪو وقت بيٺي رهي. آخر گهر جو دروازو کليو. روشنيءَ جا سهڻا ترورا ترپيا ۽ وري اندر و چانئجي ويو — هل چاچي! اڄ مونکي مهاڪويءَ جا گيت هلي ٻڌاءِ!

اڄ چاچيءَ مني کي مهاڪوي ٽئگور جو هڪ اهو گيت ٻڌايو جڏهن ننڍڙو ٻار گم ٿي وڃي ۽ هن جي ماءُ پنهنجي لال کي سڏيندي ڳولي ٿي... ۽ ٻارڙو هڪ هنڌان ليڪيندي ڪڇي، جي نرم نرم گل جيان ۽ اچي تو ماءُ جي گود ۾ ڪري.

هاڻ گيت ڳائيندي چاچيءَ کي ياد اچي ويو ته ڪڇ جا نرم نرم نرم گل ڪيترو نه نرمل ۽ خوبصورت هئا ۽ ڪيئن نه اهي هڪ هڪ ڪري برهمپترا جي وسيع آغوش ۾ ڦهلجندڙ لهرن ۾ گم ٿي ويا. ۽ چاچيءَ جي گود خالي رهجي ويئي.

ننڍڙا ننڍڙا گلڙا... موتين جهڙا ٻارڙا... سڀ هلي ويا ۽ باقي وڃي رهيو برهمپترا جو وهڪرو ۽ بس.

چاچي گيت ڳائيندي چپ ٿي ويئي ۽ هن مني کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي زور سان ڪمزور ٻانهن جي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو.

مگر مني ڦٽڪندي چيو ”اون هون! چاچي هڪ گيت ٻيو به ٻڌاءِ!“ مني جي خواهش پوري ڪرڻ

ان ڏينهن کان اڄ ڏينهن تائين چاچي لتيڪا جي
پٺيءَ کي نه ڏٺو آهي هو ڪٿي ٿو رهي؟ ڇا ٿو
ڪري؟؟ چاچي هر وقت ان لاءِ سوچيندي ئي رهي.

هاڻ چاچي جڏهن لتيڪا کان ڪيڏانهن وڃڻ لاءِ پڇيو
تڏهن هن جي سوال ۾ گمڀيرتا هئي. جواب نه ملندي
وري چاچيءَ چيو "لتيڪا! ڇا جلسي ۾ وڃي رهي
آهين؟"

لتيڪا جي جوابي مشڪراهٽ وڌندڙ هئي. انهن
۾ چاچيءَ جي مشڪ به ستي هئي مگر چاچيءَ جي
مشڪ اهڙي هئي جهڙڪ موت جي آغوش ۾ اچڻ
وقت ان کي سين دکن ۽ دردن جي سٽ اگهي ٿي پئجي
ويل هجي ۽ هوءَ ان جاڻ کسي اندر لڪائي مٺي
ٻيري ٻيري آسمان طرف نهاري مشڪرائي ڇڏي...
۽ لتيڪا جي مشڪراهٽ جهڙڪ اڀرندڙ سورج جي ڀرپور
ڪرڻ. جا ڏيري ڏيري اندازي مٿان ڇانئجي ان
کي خود ۾ جذب ڪري ڇڏي. هاڻ اهي ٻه
مشڪراهٽون اهڙيون هيون جهڙڪ برهمپترا ندي هئي
تيز طوفان ۽ گڏوگڏ هڪ اها ٻيڙي ٻه، جا ڪناري
تائين پهچي ٿي سگهي! چاچيءَ جا چپ چريا "لتيڪا!
سو تون جلسي ۾ ٿي وڃين."

لتيڪا کلندي چاچيءَ جي ڀوڏاري ٻانهون آنديون
۽ مٺي پيار سان چيو "سانجهيءَ اٺين ٻجي تائين ضرور
واپس اچي ويندي پس چاچي!

پنهنجو ڳوٺڙو ڇڏي ڪلڪتي هلي آئي.

گهڻيءَ مشڪلات بعد چاچيءَ کي لتيڪا جو گهر لڀجي سگهيو هو. جڏهن چاچي لتيڪا جي گهر گهڙي رهي هئي برابر ان وقت پرسان واري مندر ۾ ڀڳوان جي آرتي ٿي رهي هئي ۽ ان وقت لتيڪا جي گهر ۾ انڌارو هو... ۽ ان انڌاري جي اوٽ ۾ لتيڪا جو پتي بلڪل ڏٻيل قدمن سان گهر کان ٻاهر وڃي رهيو هو. چاچيءَ کي ڏسي چيائين ”مان ذرا ڪنهن ضروري ڪم سان ٻاهر ٿو وڃان. وڌيڪ وقت هينئر ترسڻ مشڪل آهي. پوءِ ملندس. حال في الحال منهنجي غير حاضريءَ ۾ لتيڪا موجود اٿيئي“. ائين هن دروازو کوليو ۽ روشنيءَ جي هڪ ترپندڙ جهلڪ اندر گهري آئي ۽ وري دروازو بند ٿي ويو. ان روشنيءَ جي ڪرڻ ۾ چاچيءَ لتيڪا جي سڊول جسم تي سفيد ساڙهي ٻهريل ڏٺي ۽ هن جي اکين ۾ آلاڻ هئي. چاچيءَ جي ساري زندگي انهن آنسن جي قطرن سان جڪڙيل هئي ۽ هن سمجهيو ته اهي ڳوڙها ڪلڪتي ۾ نه هوندا، اهي آنسون ته فقط برهمپترا نديءَ جي ڪناري تي ٿا ٿين مگر چاچي سڀ ڪجهه ڀلائي لتيڪا جي نرم نرم هٿن کي پڪڙي چيو ”ڇو ڀيڻڙي! ڪهڙي ڳالهه آهي“...... ”ڪجهه به ڪونهي چاچي! اچو مٿي هلو“ لتيڪا جواب ڏيندي وهندڙ قطرن کي جلد سان ڳيٽ ڪري پي ويئي.

جواب ۾ لتيڪا ڪلي ڏنو ۽ هڪڙي ڇمڪ پنهنجي چاچيءَ سان لپٽائي ڇڏيو ۽ چوڻ لڳس.

”ٻُڌ! مان هاڻ بازار ۾ وڃان پيا تو لاءِ ڇا آڻيان؟“

”ڪي! مون لاءِ باجو وٺي اچج - مان گهوڙي تي چڙهي باجو وڄائيندي پنهنجي فوج جي اڳيان اڳيان هلي ان کي اتساهت ڪندس.“

اٺين چوٿين ڏينهن جي ڪٽنب جو چهرو اُتساهه ۾ اچي ويو - هن جي اکين مان پاڻي اچڻ بعد ۾ ويو باقي صرف ڪي قطرا. هنجي ڳلن تي موتين جيان چمڪي رهيا هئا. لتيڪا پنهنجي منهن جي ڳلن تان انهن تاميل قطرن کي ساريءَ جي پلئه سان اگهيو ته مس ڪه آواز آيو ”ڪيڏانهن ٿي وڃين لتيڪا؟“

اهو چاچيءَ جو آواز هو - بلڪل ٻڍي چاچي - جنهن جي پيشانيءَ تي ڪي ٿي گهنج اچي چڪا هئا - چهري جو زرد رنگ، زماني جون اداسايون ۽ گهڻيون کاٽيون پڌائي رهيو هو - مگر ايتري هوندي به چاچيءَ جي چهري تي الائي ڪهڙي معصوم مسڪراهٽ هوندي هئي - چاچي پنهنجي جيون جي ستن سالن ۾ ٻه دفعا پنهنجي ڳوٺڙي جو برهمپترا ندي جي ڪناري تي بدل هو، پاڻيءَ جي وچ ڏٺو ورهي ٻه دفعا وسندڙي ڏٺو - ڪيترا ڀيرا اتي ندا ندا ڪال آيا هڪڙي دفعي ٻڌهه وڏو ڏڪار! ان پهاڙيءَ واري ڏڪار ۾ چاچيءَ جو سارو ڪٽنب به ختم ٿي ويو - ۽ ان ڪري چاچي

سنواريل وارن ۽ گلاب جو گل هٿ ۾،
ڪيسري رنگ واري ساڙي پهري لتيڪا
پنهنجي ننڍڙي منيءَ ڏانهن وڌي رهي هئي.
منو ڪاٺ جي ٺاهيل گهوڙي تي سوار هو ۽
پنهنجي لٺ ۾ ان کي چهبڪ هڻندي وڌيڪ
تکڙو هلائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.
مگر اچانڪ پنهنجي ماءُ کي سامهون ايندو
ڏسي جهٽ سان هن پنهنجي گهوڙي جي
لغام کي زور سان ڇڪ ڏيئي ان کي اتي ئي
بيهارڻ جي ڪوشش ڪئي پر منو پٺيءَ پر
ڪري پيو ۽ پاڻ هيٺان ته ڪاٺ جو گهوڙو
هن جي مٿان.

منو روئڻ لڳو. لتيڪا ڪاهي هن کي پنهنجي
گود ۾ کڻي ورتو.

"گهوڙو بلڪل شيطان آ. ڪيئن ته ڪو
ڏيئي ڇڏيائين."

"ممّا! تو ڀلا هن ويچاري کي هيتري
ڇڪ ڇو ڏني"

"مون پنهنجي ماءُ کي جو سامهون ايندو
ڏٺو" پنهنجي منيءَ جي ان معصوميت واري

# سهڻي

هيءَ ڪهاڻي:- سال ١٩٥٠ جي اردو ادب ۾ لکيل ڪهاڻين مان بهترين ڪهاڻي ڪري ليکي وئي. اهڙي موزون زڪوري واري بهترين ڪهاڻي لکڻ سبب، حيدرآباد دکن جي ترقي پسند ليکڪن جي جماعت طرفان، ڪهاڻيءَ جي ليکڪ ڪرشن چندر کي پنج سؤ رپيا انعام مليو هو.

هيءَ ڪهاڻي هندستان جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ڪئي وئي آهي. هاڻ سنڌي ساهتيه جي پڙهندڙن اڳيان اهڙي بهترين ڪهاڻي پيش ڪندي "سهڻيءَ" کي فخر ٿي رهيو آهي.

# برہمپترا




لیکھک :-  [illegible] نگار :-

کرشن چندر  ٹاکر — چاولا

قیمت چھ آنہ

سوٹی پبلیکیشنس
۱۳، ڈی، فیروزشاہ مہتا روڈ،
فورٹ بمبئی۔

کلي ويو! کلي ويو!

## سنڌ محل هوٽل

جتي هر قسم جي کاڌي جو بندوبست رکيو ويو آهي. جهڙوڪ مٽن، مٽن چاپ، قيمي ۽ پٽاٽي چاپ، سنبوسا، ڪباب، مڇي، مغز ۽ مغز جا پڪوڙا، آمليٽ، چپاتي، برياني وغيره.

ويشنو کاڌي جو پڻ خاص بندوبست رکيل آهي. لسي، سوڊا ليمن، چانھ شربت وغيره پڻ سستو ملي سگهندو.

شيوارام گوپالداس ريجهومل
(آزاد ميدان وارو)

سونا پور گلي جي سامهون،
ٽام لائين ٽي، چيرا بازار، گرگانو روڊ، بمبئي ٢.

---

سنڌي ڀائرن کي خبر ڏجي ٿي ته اسان خاص سنڌين جي رعايت لاءِ دادر ۾ چشمن جو دڪان کوليو آهي. جتي توهان کي اسان ٽوڙي نظر جا اجوڪي فئشن مطابق گلاس ۽ فريم ملي سگهندا.

## يگوان آپٽيڪل ڪمپني

پلازا سئنيما، ريڊيو هوٽل وٽجهو،
ايل - جي - روڊ، دادر بمبئي ٢٨.

اسانجي هميشه کان اها نيتي پٺي رهي آهي ته اسان جون ٺهيل چيزون ٻين کان بهتر رهن، پوءِ ڀلي انهي کيترو به وقت يا محنت لڳي.

اسان وٽ ٺهندڙ پتاشن، ٽماٽن، مرچن ۽ ٻصرن وغيره جا پڪوڙا، ڊبل روٽيون، چٽا، پتاشي چاپون، مصالحي جون ٽڪيون، پتاشي جا ورا، هڪ دفعو کائي اوهان هميشه لاءِ هري پوندا. ها! صبح جو اسان وٽان توهانکي پڪوان پڻ ملي سگهندا - هڪ دفعو آزمايو.

**راجڪمل ڀڄيا هائوس**

منائي اسٽريٽ، **ديولالي ڪئمپ.**

## توهان کي خبر آهي؟

ته اسان وٽان توهانکي اسڪولي ڪتاب، نوان توڙي جهونا ملي سگهندا.

ته اسان وٽان راشٽريه ڀاشا ۽ پونا يونيورسٽيءَ جا هندي ڪتاب ۽ انهن جون ڪنجيون پڻ ملي سگهنديون.

ته اسان وٽ جلد سازيءَ جو ڪم سستو ۽ سٺو ٿئي ٿو. ته اسان وٽان سنڌيءَ جي ڀهرين مخزن "نئي دنيا" پڻ ملي سگهندي.

**مهاراشٽرا وستو ڀنڊار**

رويوار پيٺ، **ناسڪ.**

## نظر اندازي غلطيءَ جو روپ وٺي ٿي :-

جڏهن سيٺي ڏيولالي نواسين اهو قبول ڪيو آهي ته جسم جي تمام بيمارين لاءِ حڪيم پرسرام پنهنجو مٽ پاڻ آهي. پوءِ ڇو ڪو نه ٿا توهين به ڪيس ڏسو.

خاص ڇمڙيءَ جي بيمارين جهڙوڪ ٻرس ( سفيد داغ ) ۾ خاص ماهريت رکندڙ.

**نوٽ:-** دماغي ڪمزوريءَ لاءِ روغن، معجونون سنيون هروقت تيار تيل ملي سگهنديون. انڊريس اوت ڪرڻ لاپيدايڪ ثابت ٿيندي-

**حڪيم پرسرام ٽولارام، يوناني دواخانو،**
**گردوارا روڊ، ديولالي ڪئمپ.**

---

## ”ڏاهو اهو جو ڏاهپ جي آنچل پڪڙي!“

سڀ پيا قبول ڪن ته ”سيٽل جون مٺايون“ صحت کي چست رکڻ ۾ بخوبي ڪامياب ٿيون آهن. عمدين ۽ لذيذ مٺاين ۾ ”سيٽل جون مٺايون“ پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

اسان وٽ تيار ٿيندڙ بادامي حلوو، پستا حلوو، سولوڙو، ميسو، ساٽا، ٻج مائي جا پيڙا، برفي، ...لاب جمون خاص طور پسند ڪيا وڃن ٿا. آزمايو.

**سيٽلداس ٽوٽنداس**
**... اسٽريٽ ديولالي ڪئمپ.**

# نئي دنيا

نئين زندگيءَ جي راهه ڏيکاري ٿي.

انساني زندگي جا اڄ مونجهيل ۽ پريشان آهي.
زندگي جنهن ۾ سڀاڻي جو فڪر هر ڪنهن کي
ستائي ٿو. اها به ڪهڙي زندگي آهي جنهن ۾
ڪنهن کي مستقل روزگار جي پڪ نه آهي.

ان زندگيءَ ۾ انقلابي تبديلي آڻڻ لاءِ
پراڻي خود غرض سماج کي بدلائڻ لاءِ
هڪ نئين راهه عمل جي ضرورت آهي
ان عملي جدوجهد جي راهه کان واقف ٿيڻ لاءِ پڙهو.

## نئي دنيا

ساليانو چندو ٽي روپيا - في ڪاپي ۴ آنا
پوسٽ باڪس ٦٤٥١
بمبئي - ١٦.
پنهنجي شهر جي ايجنٽ کان گهري وٺن